# ماستر سهجرام ٺلرام راڳهاڻي

(ڪي تفصيل)

## اصل ۽ خاندان

سهجرام جا وڏا اصل سنڌي پنجابي هئا. هو حقيقت ۾ پنجاب ۾ ميان واليءَ جا رهاڪو هئا. سنڌ ۾ ميرن جي صاحبيءَ وقت مڇاڻ ڪهڙي سبب هو اتان لڏي حيدرآباد ضلع جي ڳوٺ ڪوڪرا ۾ اچي مقيم ٿيا هئا. سندن وڏو ڏاڏو هو راڳهومل. سندس نالي پٺيان ئي سندن آکه راڳهاڻي سڏجي ٿي. ڳوٺ ڪوڪرا کان ۵-۷ ميل پري ٽنڊي اللهيار ۾، ۲۰ جون ۱۸۶۴ع تي سهجرام جو جنم ٿيو. سندس پتا شري ٺلرام لٺي جي ڪنهن سرڪاري سڪول ۾ سپرنٽينڊنٽ هو. سندس ماتا جو نالو هو ڪومل بائي. ٺلرام کي ڪل ۵ ٻار ٿيا. ۲ پٽ ۽ ۳ ڌيئر. پٽن ۾ سهجرام وڏو هو. ننڍو ڀاڻس ڏيارام پهريائين ڪنهن سڪول ۾ ماستر هو مگر پوءِ نوڪري ڇڏي اچي گهر ويٺو هو. سندس ادرپرنا ۽ خرچ پکي جو ذمو سهجرام پاڻ تي هموار ڪيو هو. ڏيارام، سهجرام کان پوءِ بہ چڱو عرصو حيات رهيو. سهجرام جي پتا جو ديهانت ۷۴-۱۸۷۵ع ڌاري ٿيو هو جڏهن سهجرام ڏهاڪو ورهين جو هو.

## تعليم

ابتدائي تعليم سهجرام پنهنجي ڳوٺ ڪوڪرا ۾ ئي پرائي هئي. مٿي پڙهائيءَ لاءِ پوءِ ٽنڊي الله يار جي ڪنهن سڪول ۾ وڃي داخل ٿيو. پڙهڻ لاءِ شونق هوس. ذهن بہ ڪافي تکو ۽ صاف هوس ان ڪري اڪثر هر امتحان ۾ فرسٽ ڪلاس مارڪون کڻي پهريون نمبر ايندو هو. بعد ۾ حيدرآباد جي نارمل سڪول ۾ وڃي سکيا ورتائين.

تن ڏينهين مئٽرڪ جو امتحان سنڌ ۾ نہ پر بمبئيءَ ۾ ورتو ويندو هو. بمبئيءَ ڏانهن سفر جي ڪنهن خاطر خواه سڌي رستي نہ هئڻ سبب سفر جي ڊولائن ۽ ڏاکڙن کان ٿهي اڪثر سنڌي شاگرد سڪول جا ست درجا پاس ڪري پڙهائي ڇڏي ڏيندا هئا. سهجرام سنڌي فائينل وارو امتحان انڪل ۸۴-۱۸۸۳ع ڌاري پاس ڪيو ۽ هميشه جيان هن امتحان ۾ بہ فرسٽ ڪلاس مارڪون کڻي پهريون نمبر آيو.

سندس اورچ سياڻ ۽ تيز فهميءَ ديوان ڪوڙيمل ڪلناڻيءَ جهڙي عالم کي پڻ نهايت متاثر ڪيو هو جنهن سبب هو سهجرام ۾ شخصي چاھ وٺندو هو.

## ملازمت

سنڌي فائينل امتحان پاس ڪرڻ بعد

سهجرام کي ادرپورنا جو اونو ٿيو. سهجرام جو سياءُ ۽ دماغ ڏنڌي جي داو پيچن ۽ هينانهين مٿانهين سان اٽڪندڙ هو ان کري نوکريءَ لاءِ رخ ڏيکاريائين. ديوان کوڙيمل، جو تعليمي کاتي سان وابسته هو، کيس سڀ کان اول شڪارپور پرائيمري سکول ۾ ماستري وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. سهجرام ۱۸۸۵ع ۾ وڃي اتي ماستر ٿيو. پوءِ ته سنڌ جي جدا جدا ڳوٺن ۽ شهرن ۾ سندس بدلي ٿيندي رهي. ۱۸۹۷ع ڌاري هو ڪراچيءَ جي سنڌي عربي سکول ۾ اسسٽنٽ ماستر هو. ان کان سواءِ سکر، ماتلي، ٽنڊي آدم، ٽنڊي الله يار توڙي ٻين ڪيترن ڳوٺن ۾ به ماستري ڪيائين. پنهنجي لياقت ۽ قابليت سبب وڃي هيڊ ماستر ٿيو. ورنيڪيولر سکول ميرپور خاص (ترپارڪر) ۾ ۱۹۰۴ع ۾ ۽ هالا نوان (ضلع حيدرآباد) ۾ ۱۹۰۵-۱۰ ۾ هيڊ ماستر هو. پوين ڏينهن ۾ شري پريداس شيوڪرام آڏواڻيءَ جي زور ڀرڻ تي سندس ڪوليل نو وديالي هاءِ سکول ۾ هو سنڌي ۽ پارسي پاڙهڻ ويندو هو. حيدرآباد جي زناني مشن سوسائٽيءَ جي ڀِڳت هاءِ سکول توڙي پرنسيپال نرملداس گربخشاڻيءَ جي سکول ۾ پڻ سنڌي ۽ پارسي پاڙهيندو هو.

هن صاحب مارچ ۱۹۲۳ع ۾ ۵۹ ورهين جي ڄمار ۾ ٽنڊي الله يار مان هيڊ ماستريءَ جي عهدي تان رٽائر ڪيو.

هو صاحب حليم ۽ ڌرمي سڀاءَ وارو شخص هئڻ جي باوجود انتظام جو پڪو ۽ سخت هو. ڪچي عمر جا ٻار شروعاتي تعليم سندس سايي هيٺ شروع ڪندا هئا. سندن ڇرتر کي لاهڻ خاطر هو ساڻن نهايت سختيءَ سان پيش ايندو هو. وقتي هٿ جو استعمال ڪرڻ کان به نه هٻڪندو هو. سندس ماستريءَ واري طويل عرصي ۾ اڪيچار شاگردن وٽانئس پڙهي، سنوارجي، اڳتي اعليٰ تعليم پرائي اوج تي رسيا هوندا، اعليٰ عهدا ماڻيا هونداڻون پرف صرف ڪماري دادي سيتا سامتاڻيءَ کي ڇڏي سندس ڪنهن به شاگرد جو ڏس پتو ملي ڪونه سگهيو آهي.

## گهرو جيوت

ماستر سهجرام اٽڪل ۳۲ ورهين جي ڄمار ۾ ۱۸۹۶ع ۾ ٽنڊي آدم مان پرڻيو. ان زماني ۾ شاديون ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي ٿينديون هيون پوءِ به ماستر صاحب وچولي ڄمار تائين ڪنوارو رهيو. هو صاحب ان اصول جو پڪو پابند هو ته جيسين ڇوڪر سنو ڪمائي پنهنجن پيرن تي بيهڻ لائق نه بڻجي تيسين کيس شادي ڪرڻ نه جڳائي. سندس گهر واريءَ جو نالو طالع ٻائي هو. ان پيڙهيءَ جي عام عورتن جيان هڏن پيڪل ۽ گهرو ڪم ڪار ۾ پڙ هئي. سياءَ جي شانت، سنڌي ۽ گرمکي اکر لکي ڄاڻندڙ هئي. آهستي آهستي هن پنهنجي پتيءَ ۽ ٻارن جون ذميواريون پاڻ تي هموار ڪري سهجرام کي گهرو فڪرن ۽ اونن کان آجو ڪيو. هو صاحب پوءِ بي اونو ٿي پنهنجي نوڪري ۽ ادبي رچنا ۾ رڌو رهيو. طالع ٻائي سهجرام جي ديهانت کان گهڻو پوءِ ۱۹۴٦ع ۾ گذاري ويئي.

سهجرام نسبت هڪ روايت مشهور

آهي تہ شروعات ۾ ڪيس اولاد ڪونہ پئي ٿيو. مٿان ڪنهن درويش دل ۾ وهم ۽ ڪٽڪو وڌس تہ اگر شاعري ڪندين تہ پٽ ڪونہ ڄمندءِ. صرف ڌيئر ئي ڌيئر پيون ڄمندءِ. هن صاحب جو لاڙو ۽ رخ شاعريءَ ڏانهن گهڻو هو. ٢٠ صديءَ جي شروعات تائين ڪافي شعر، خاص ڪري ڪافيون ۽ ٻارن لاءِ گيت لکيل هئس. ١٩٠٤ع بعد لکيل سندس ڪو بہ شعر ڇاپي يا دستخط ۾ نظر ڪونہ ٿو اچي. شايد ڀرم ۽ وهم وس تي شعر گوئيءَ کي هميشه لاءِ تلانجلي ڏيئي ڇڏيائين. باقي حياتي صرف نثرنويسيءَ ۾ لڳايائين. پٽ بہ پوءِ سنہ ١٩٠٥ع ڌاري ئي ڄائو هوس. ڪل ٥ پٽ ۽ ٣ ڌيئر ڄاوس.

پاڻ ماستر هو. علم لاءِ قدر هوس. پنهنجي اولاد کي پڻ سني تعليم ڏنائين. ڌيئر چار چار درجا پڙهيون. پٽ بہ پڙهي ڳڙهي وڃي عمدن عهدن تي لائقيءَ لڳا. سڀيئي ٻار نهايت صالح ۽ سعادتمند ثابت ٿيا.

پنهنجي جيئري ماستر صاحب صرف ٻن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جي ئي شادي ڪرائي سگهيو. هن وقت صرف سندس هڪ سپتر پيتامبر داس (بمبئي) ۽ هڪ ڌيءَ گنگا (گوهاٽي، آسام) حيات آهن.

## پهراءُ ۽ سياءُ

ماستر سهجرام جو قد اٽڪل پونا ڇهه فوٽ هو. چهرو ڪڻڪ رنگو، ڪيقدر اڇاڻ ڏي مائل هوس. منهن تي سدا لکل مشڪ. اکيون پُرڪشش. پنهنجي دوست ۽ همعصر شري پرمانند ميوارام جيان ڏاڙهي رکي هئائين.

پهراءَ ۾ نهايت سادو هو - سادي مگر صاف سٿري پٽيءِ جي اڇي سلوار ۽ قميص. اڪثر سادي صدري، وقتي ڪوٽ بہ. پيرن ۾ سليپر.

شروعات ۾ مٿي تي اڇو پٽڪو ٻڌندو هو پر پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ميراٺي ٽوپي بہ پائڻ شروع ڪئي هئائين. ١٩٢٣ع ۾ رٽائر ڪرڻ کان پوءِ سلوار ڇڏي اڇي پتلون پائڻ شروع ڪيائين. سون لاءِ ڪو ارواح نہ هوس. ان زماني ۾ لڪڻ کڻڻ جو رواج هو مگر هيءُ صاحب ٧٠ ورهين جي پيرسن اوسٿا جي باوجود لڪڻ ڪونہ کڻندو هو. چانهہ توڙي شراب کان دور هو. البت ڪڏهن ڪڏهن خاص ڪري لکڻ وقت اڳيان چلم رکي وچ وچ ۾ منجهانئس ٻڙڪا پيو ڪيندو هو.

نهايت ذهين مگر مانيٺو ۽ ڏيک ويک کان وَنءُ ويندڙ. جو ڳالهائي سو بہ منو ۽ فهميدو. وات مان ڪوبہ گٿو ۽ گهرگهلو لفظ نہ نڪرندو هوس. زبان جو پڪو ۽ وشواس جوڳو هو. حليم ۽ هڏ ڏوکي، ڀڳوان ڀئہ ڊڄندڙ. وڏو ودوان ۽ آدرشي استاد هو. سندس اعليٰ شخصيت ۾ هڪ ئي تضاد ه... جو هو ڪلاس ۾ ٻارن لاءِ نهايت سخت م... وقتي مٿن ڏنڊي جو استعمال بہ ڪندو ه... شايد انتظام ۽ ٻارن جي اخلاق جي او... اڳيان لاچار هو.

ماستر سهجرام هڪ لکل ۽ نشڪا... شيواڌاري پڻ هو. ڊسمبر ١٨٩٦ع ۽ ١٨٩٨ع ۾ ڪراچيءَ ۾ موتمار پليگ وقت سندس... تاري شادي ڪيل هئي. ان وقت نووراڻي...

ڪنوار توڙي پنهنجي سرير جو ويچار نہ ڪري ڏينهن رات جاڳي وڃي مريضن جي شيوا ڪيائين. ان شيوا ڪاريہ ۾ هو سيٺ هرچندراءِ وشنداس (١٨٦٢ع - ١٩٢٨ع) جو ٻانهن ٻيلي ٿي رهيو. پليگ جي ان دل ڪانداريندڙ داستان تي 'پليگ مثنويءَ' جي عنوان سان هڪ ڪتابڙي بہ لکي اٿائين.

## مائيٽو شاعر

جئن اڳ ڄاڻايل آهي، ماسٽر سهجرام جو جهڪاءُ شاعريءَ ڏانهن وڌيڪ هو. وقت بوقت پنهنجن احساسن ۽ امنگن کي شاعريءَ ۾ پيو اظهاريندو هو. ڪي دستخط اڃان بہ سندس فرزند شري پيتامبرداس (جنم ١٩١٢ع) وٽ نهايت ڪمزور ۽ قياس جوڳي حالت ۾ موجود آهن.

لارڊ ڪرزن جي ايامڪاريءَ ۾ سنہ ١٩٠٣ع ۾ بمبئي سٽيٽ ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين، مرهٽي، گجراتي، ڪنڙي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ نئين سر سڌاريل درسي ڪتاب جوڙڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مسٽر جي. جي. ڪوورنٽن جي زير صدارت 'ٽيڪسٽ بُڪس رِويزين ڪاميٽي' جي نالي سان ٺهي هئي، ان جو هيڊڪوارٽر پونو هو. سنڌ مان ان تي صرف هڪ ئي عيوضي شري پريمچند آوتراءِ جهانگياڻي هو.

سنڌ مان مکيہ طرح انهن درسي ڪتابن ۾ سبق لکندڙ هئا : ڪوڙومل چندنمل (١٨٤٤ع-١٩١٦ع)، قليچ بيگ (١٨٥٣ع-١٩٢٩ع)، پرمانند ميوارام (١٨٦٦ع-١٩٣٨ع) ۽ پيرومل مهرچند (١٨٧٦ع-١٩٥٠ع). ڪن ٻين صاحبن جا پڻ ٻہ ٻہ چار چار سبق ڏنا ويا هئا. اهي هئا : کانچند پرتابراءِ، جهمٽمل وسطاڻي، سهجرام ٿهلرام وغيره وغيره.

ماسٽر سهجرام ان ڪاميٽيءَ جي گهُر تي ڏانهس ٻارن جي ڏاڍو جا ٧-٨ بيت موڪليا هئا. جهڙوڪ ڏٽيءَ جي وڏائي، سپ ۾ پلائي، ڪڙمي، ماکيءَ جي مک، تارا، هفتي جا ڏينهن، وغيره وغيره. موڪليل بيتن مان جيڪي بہ بيت چونڊي درسي ڪتابن لاءِ منظور ڪيا ويا سي آهن :

- راجا ڪنهن تي انب چليو
ڪپ سان سندس هٿ وڍيو. ۽

- واه ڙي تارا! گول تارا!!
روشن تارا، چلڪي وارا!!

اهي ٻئي بيت گذريل ٦٠ ورهين کان اڃا تائين درسي ڪتابن ۾ هلندا پيا اچن. انهن مان بہ 'واه ڙي تارا، گول تارا' وارو ٻاراڻي ۾ پڙهيل اٽوسرندڙ بيت هر ننڍي وڏي جي زبان تي رٽيل آهي. 'جو ڪير پيئي، سو وير ٿئي' ۽ ڪاڪي پيرومل جي 'منهنجي امڙ، منهنجي امڙ' بيتن جيان ماسٽر سهجرام جو هيءُ تارن تي بيت سنڌي ٻاراڻي لوڪ گيت جو درجو حاصل ڪري چڪو آهي.

انهن ٻن بيتن لاءِ ماسٽر صاحب کي اجورو پڙپيو هو ٥ رپيہ، مارچ ١٩٠٥ع ۾ جڏهن پاڻ ورنيڪيولر سڪول، ميرپور خاص ۾ هيڊ ماسٽر هو. درسي ڪتابن ۾ گهٽي ۾ گهٽا سبق پرمانند ميوارام جا لکيل هئا. سندس قدر ڪري ڪاورنٽن صاحب کيس سرڪار مان ايتري چڱي چوکي رقم ڏياري

هئي جو ان مان 'جوت' جي آفيس هيٺ مٿي جوڙائي هئائين.

ماسٽر سهجرام سچي عمر ننڍڙن ننڍڙن ٻارن جي وچ ۾ رهيو. سندس هر ٻال گيت ۾ ان ڪري هڪ سڪولي استاد جيان سڌي يا اڻسڌي طريقي سان دلچسپ ۽ وندرائيندڙ نوع ۾ انهن ٻارن لاءِ سکيا ۽ ڄاڻ ڏيڻ وارو اصول ۽ مَتو ئي سمايل آهي.

هن صاحب کي پارسي بحر وزن (علم عروض) جي پڻ ڄاڻ هئي. سندس هٿ آيل دستخط مان هر بيت جي اڳيان سندس هٿ اکرن ۾ پهريائين وزن ڏنل آهي ۽ پوءِ ئي بيت شروع ڪيو اٿائين. مثال طور -

فعولن فعولن فعولن فعولن
اُٿو نند مان ٻار ساجهر سوير
هئن آرسي، جي اُٿن تا اوير.

تن ڏينهين ۱۹۰۵ع تائين سندس جوڙيل ڪيتريون ڪافيون پڻ اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيديون پئي رهيون.

سندس هڪ طويل تصنيف 'مداح' سندس اکرن ۾ لکيل هٿ آئي آهي. ان ۾ هر مصرع جي پهرئين لفظ جو پهريون اکر سنڌي الف ب جي تختيءَ مطابق نمبروار شروع ٿو ٿئي. ائين ڪل ۵۰ مصرعون ان 'مداح' ۾ آهن۽ ڻ حرف ڇڏيل آهن). هر مصرع ۾ ڇهه سٽون آهن. پهريون چار سٽون هم قافيه آهن. باقي ٻه پويون هم قافيه سٽون هر مصرع ۾ ساڳيون دهرايون ويون آهن:

ڏٺي منهنجا بندي جو تيءُ وسيلو
نہ منهنجو ٻيو وسيلو ۽ جسيلو.

ڪن مصرعن ۾ پهرين ڇئن سٽن مان رباعيءَ جيان ٽينءَ سٽ جو قافيه بدليل آهي. شايد سندس هيءَ ئي اها ۳۰۰ سٽن واري طويل رچنا آهي جنهن کي ڪن صاحبن پنهنجن ليکن ۾ 'الک آراڌنا' جي عنوان سان ياد ڪيو آهي.

سندس تخلص 'مسڪين' هو مگر ڪافين ۽ مداح ۾ پنهنجو تخلص 'سهجو' لکيو اٿائين. منجهن ان زماني وارو نماڻائي ۽ درد وارو روايتي موضوع ۽ نوع اختيار ڪيل آهي.

جئن اڳ ٻڌايل آهي، ماسٽر صاحب ڪنهن درويش جي قول تي ويساه رکي وهم وس ٿي ۱۹۰۴-۱۹۰۵ع ڌاري شعر گوئيءَ کان ٻنهه پاسو ڪري ويهي رهيو.

## اعليٰ لغت نويس

ماسٽر سهجرام کي ننڍپڻ کان جدا جدا ٻوليون سکڻ جو شوق هو. پنهنجي ميان واليءَ واري گوروءَ گوسوامي ڪيمڪرن لعل جي سنگ ۾ سنسڪرت جو اڀياس ننڍپڻ کان ڪيل هوس. ازانوسواءِ سنڌي، پنجابي، هندي، اردو، عربي، پارسي ۽ شايد ترڪي زبانن ۾ پڻ گوهر هو. انهن ٻولين جي ڄاڻ ۽ اڀياس منجهس خفت جاڳايو؛ سنڌي لفظن جي معنائن ۾ باريڪ فرق سڃاڻڻ جو. لفظن جي استعمال، سندن بنياد ۽ اشتقاقن کان هو بخوبي واقف هو.

شروع ۾ ڪافي پورهيو ڪري هڪ سنڌي-پارسي لغات 'هُديه اللغات' جي عنوان سان جوڙي تيار ڪئي. منجهس سنڌي لفظ ڏيئي، انجي معنيٰ ڇئن ٻولين

پارسي، عربي، اردو ۽ ڪن ڪن هنديءَ ترڪيءَ
۾ ڏني اٿائين. ڪل ملائي اهڙا ٦٣٢٦ لفظ
ان لغات ۾ آهن. اها لغات ١٨٩٧ع جي
شروعات ڌاري لهي مڪمل ٿي هئي جڏهن
هو صاحب ڪراچيءَ جي سنڌي عربي
سڪول ۾ اسسٽنٽ ماسٽر هو.

هو سنڌ جي تعليمي کاتي کي هن
ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ عرض
ڪندو رهيو مگر هنن ان ڪم ۾ هٿ نه وڌو
جو سنڌ ۾ ١٨٤٣ع کان انگريزن جي
صاحبيءَ سبب پارسيءَ جو واهپو گهٽبو پئي
ويو. سنڌ جي تعليمي کاتي جي رايي موجب
هيءَ ڊڪشنري صرف ٽريننگ ڪاليج جي
شاگردن کي ئي ڪمائتي ٿئي ها، باقي ٻين
عام پڙهندڙن جو ڏانهس ڇڪجڻ محال
هو. نتيجي طور نه هيءَ لغات شايع ٿي ۽
نه ان لاءِ ماسٽر صاحب کي ڪو انعام ئي
پڙپيو. دلشڪستو ٿي لاچار اهو دستخط رکي
ڇڏيائين جو خوشقسمتيءَ سان اڃا تائين
سندس سپتر شري پيتامبرداس وٽ سٺي
حالت ۾ محفوظ آهي.

ماسٽر صاحب کي هڪ ٻيو به پيارو
شغل هو. سنڌيءَ جا عمدا، خاص ڪري نظم
جا ڪتاب کڻي انهن ۾ آيل سمورن ڏکين
لفظن جون معنائون ڪتاب تي ئي لفظ
پرسان يا حاشيءَ ۾ لکندو رهندو هو. هن
صاحب ان طرح 'شاهه جي رسالي' تي ڏکين
لفظن جون معنائون لکي ان جون ٥ ڪاپيون
تيار ڪري پنهنجن خاص ويجهن پنجن
سنگتين کي تحفي طور ڏنيون هيون. سندس
اهي متر هئا: ميرزا قليچ بيگ، پرمانند
ميوارام، پرڀداس شيوڪرام، پريمچند
آوترا ۽ لڇملداس گربخشاڻي.

ساڳيءَ ريت آگسٽ ١٩٠٩ع ۾ جڏهن
هو صاحب هالا نوان ۾ هيڊ ماسٽر هو تڏهن
پنهنجي ڪنهن نائب ماسٽر (شايد سميع
محمد نور محمد) کان ديوان گل جا سمورا
١٧٥ غزل صحيح ۽ صاف سهڻي
صورتخطيءَ ۾ لکائي تيار ڪرايائين پوءِ پاڻ
ان دستخط تي حاشيءَ ۾ معنائون ۽ مختصر
۾ شرح لکيائين. پليان ڪتاب ۾ آيل سمورا
١٤٠٠ کن ڏکيا لفظ الف ب وار ڏيئي ان
اجي معنيٰ لکي اٿائين. اهو دستخط به اڃا
موجود آهي.

ماسٽر صاحب جو لاثاني ۽ نه وسارڻ
جوڳو ڪارنامو آهي 'سهج ڪوش' يعني
سنڌي-سنڌي ڊڪشنري. ٣٨ ورهين جي
ماستريءَ واري نوڪريءَ ۾ ماسٽر سهجرام
هڪ هنڌ هڪ ئي ڳوٺ يا شهر ۾ ڏاهو ڪري
نه ويٺو هو. سندس اڪثر بدلي ٿيندي پئي
رهي. ان موقعي جو فائدو وٺي جدا جدا
ڳوٺن ۾ نوان نوان لفظ گڏ ڪندو رهيو، اجايو
وقت نه وڃائي گهربل نوٽس به تيار ڪندو
رهيو. گهڻن ئي عمدن ڪتابن ۾ آيل ڏکين
لفظن جون معنائون به لکي رکيائين. مارچ
١٩٢٣ع ۾ جڏهن ٽنڊي الله يار مان رٽائر
ڪري هميشه لاءِ حيدرآباد اچي ويٺو ته وٽس
اڪيچار لفظن جو اڪٽ خزانو اچي جمع ٿيو
هو. 'سهج ڪوش' جي مهاڳ ۾ لکي ٿو،
' ڪيترن دوستن ۽ علم دوست صاحبن،
خصوصن ميرزا قليچ بيگ، شمس العلما،
لفظن ۽ ڪوشن سان منهنجو گهڻو واهپو
ڏسي، سنڌي ٻوليءَ جي لغت سنڌي زبان
۾ لکڻ لاءِ خاص طرح مون تي فرمائش رکي.

مون به اهڙي لغت جي سخت ضرورت ڏسي اپريل ۱۹۲۳ع کان وٺي لفظن گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو.' اڳتي لکي ٿو : 'هڙي انڪائي ڪم لاءِ لفظن گڏ ڪرڻ واسطي سڄيءَ سنڌ جا سپ ڳوٺ گهمڻ کپندا هئا پر پير اوسٺا ۾ مون کان سپ گڏرا مٽ ۾ آندا نه ٿيا، باقي هيءُ معلوم هجي ته سڄيءَ سنڌ ۾ نوڪري ڪيل اٿم جتي جي لفظن کان اڪثر واقف هوس.'

پوءِ ته لفظن جي ذخيري جي چنڊ ڇاڻ ڪري ان کي سنواري سڌاري هڪ وڏي سنڌي-سنڌي لغت جوڙڻ جو محڪم ارادو ڪري ڪم کي جنبي ويو. ڪافي جاکوڙ ۽ جفاڪشيءَ وارو هي اٽائو ڪم هن لاءِ دلپسند ۽ پريم جو پورهيو بڻجي پيو. ڏينهن رات هڪ ڪري پلٿي ماري وهاٽو اڳيان رکي مٿس نوٽبڪ رکي وينو لکندو هو (سندس لکڻ جو اڪثر اهو ئي طريقو هو) ڇهن ورهين بعد ۱۵ مي ۱۹۲۹ع تي اهو ڪم پورو ڪري ٽيڪسٽ بوڪ ڪاميٽيءَ کي ڇپائيءَ لاءِ پيش ڪيائين. جن ڪتاب ته پسند ڪيو مگر مالي مشڪلاتن ڪارڻ هيءَ لغت شايع نه ڪري سگهيا ۽ ڪتاب وٽس ئي رهجي ويو. ماستر سهجرام 'سهج ڪوش' جي ساڳئي مهاڳ ۾ اڳتي لکي ٿو : پوءِ ته هڪڙي ڏينهن جلد ئي اچي پور پيم ته مان ۾ ويني ويني کهڙا ڪنا گهڙيندس ۽ جئن ڇهه ورهيه تڪليف ورتي اٿم تيئن اچا به دردسري ۽ سرجوشي پاڻتي هموار ڪري اشتقاق وجهي ماڳهين ڪماليت تي پهچائي ڇڏيائس. سو ڇوٿين دفعي (مون ستر ورهين جي پيرسن لاءِ جنسي ٻرو هو) لئين سر لکي ۱۱ ورهين جي مٿاڪٽ کان پوءِ سڄي لغت تيار ڪئي اٿم.

ماستر صاحب 'سهج ڪوش' ۹ مي ۱۹۳۴ع تي مڪمل ڪيو.

## سهج ڪوش

'سهج ڪوش' سنڌي-سنڌي لغت آهي. دستخط ۾ جلدبندي ٿيل ۲ وڏا ۽ ٿلها فولسڪيپ سائيز جا ليڪائن پنن وارا رجسٽر آهن. پهرئين رجسٽر ۾ ۴۴۸ صفحا ۽ ٻئين رجسٽر ۾ ۴۴۹-۷۲۳ صفحا آهن. ڪاري ۽ نيري مس ڪتب آندل آهي. سٽيل يا فائونٽن پين سان نهايت سهڻا پر سنهڙا ۽ ڳتيل اکر لکيل آهن. هر ڪالم ۾ اٽڪل ۳۰-۳۳ لفظن جي معنيٰ ڏنل آهي. ان ريت هر صفحي تي سراسري ٦٣ لفظن جي حساب سان سموري ڊڪشنريءَ ۾ اٽڪل ۴۵۰۰۰ لفظ ٿيندا. سڄا سارا ٦۰ ورهيه گذرڻ جي باوجود به دستخط خوش نصيبيءَ سان سلامت آهي. ورهين بعد به مس جو اثر جهڪو نه ٿيو آهي.

هن ڪوش ۾ زيرن زبرن سان الف ب وار لفظ ڏيئي ان بعد گرامر موجب سندس قسم ڏيکاريو ويو آهي. ڪو لفظ اگر ساڳيءَ صورت ۾ هوندي به گرامر جي الڳ قسمن مان ٻن يا ٽئن قسمن جي معنيٰ تو ڏيکاري ته اهو به ڏنو ويو آهي. پوءِ ان لفظ کي پڇي، سندس بنياد ۽ اشتقاق (ڌاتو) سمجهايو ويو آهي. پوءِ ئي لفظ جون جدا جدا معنائون ڏنيون ويون آهن.

نج سنڌي لفظن کان سواءِ ڌارين

ٻولين، سنسڪرت، هندي، عربي، پارسي، ترڪي، پنجابي ۽ انگريزيءَ جا جيڪي لفظ سنڌيءَ ۾ جذب ٿي روز مره جي ڳالهه ٻولهه ۾ عام مروج ٿي ويا آهن، سي به سڀ ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ سنڌيءَ جي اپڀاشائن ۽ پاڙيسري ٻولين بلوچڪي، سرائڪي ۽ ڍاٽڪي زبانن جا ڪيترا لفظ پڻ هن ڊڪشنريءَ ۾ موجود آهن. ماستر صاحب هن لغت ۾ اڪثر لفظن جا ضد، عدد (واحد يا جمع) ۽ وقتي مصدر به ڏنا آهن. لفظن جي مخالف جنس به ڏني ويئي آهي. ٻيو به گرامر جو ڪيترو ضروري احوال مثالن سميت هن ڊڪشنريءَ ۾ موجود آهي. ڪافي جاکوڙ ڪري سنڌيءَ جا ڪيترا اصطلاح، پهاڪا، چوٽيون، ورجيسون، استعارا ۽ شاه جي رسالي ۾ آيل عربي ٽڪون، هن ڪوش ۾ سمجهايل آهن.

هن لغت جو دستخط، مڪمل توڙي وچ اڌ ۾، جن به اديبن ۽ عالمن نظر مان ڪڍيو آهي، تن ماستر سهجرام جي هن پورهيي جو قدر ڪيو آهي ۽ زباني طور توڙي لکت ۾ 'سهج ڪوش' جي ساراهه جون جنسي سرڪيون ويهي پريون اٿائون. ميرزا قليچ بيگ، پرمانند ميوارام، پيرومل مهرچند، نرملداس فتحچند، نرملداس گربخشاڻي، منگهارام ملڪاڻي، لعلسنگ اجواڻي، هرومل سدارنگاڻيءَ سميت ڪيترن عالمن هن ڊڪشنريءَ لاءِ ماستر صاحب کي دل کولي داد ڏنو آهي. پرمانند ميوارام پنهنجين ٻن ڊڪشنرين سنڌي-انگريزي ڊڪشنري (١٩١١ع) ۽ انگريزي-سنڌي ڊڪشنري (١٩٣٣ع) لاءِ ماستر سهجرام جي ٻن لغتن 'هديہ اللغات' ۽ 'سهج ڪوش' جي دستخطن مان مدد ورتي هئي. ان جو ذڪر ايمانداريءَ سان ٻنهي ڊڪشنرين جي ديباچي ۾ ڪيو هئائين.

## پڇاڙي

رٽائر ڪرڻ بعد ماستر صاحب کي پويان سال به مٺن پيڻابن جي بيماريءَ ڪافي هلاڪ ڪيو هو پر سڀ صبر سان ويني سنائين. ڪوش پورو ڪرڻ جي خفت ۾ لڳو پيو هوندو هو ۽ نيٺ پورو ڪيائين. ان بعد صرف ٣ مهنا ۽ ٢ ڏينهن حيات رهيو. پرون پئجي ويا هئس ته وقت اچي پريو آهي سو پنهنجن عزيزن ۽ ڪٽنبين کي گهرائي کين هدايت ڪيائين ته زندگيءَ ۾ هر ڪنهن کي ادب ۽ عزت جي نگاهه سان ڏسجو ۽ ڪوبه ڪم اڌورو نه ڇڏجو. پنهنجين سمورين تصنيفن جا حق واسطا پنهنجي سپتر پيتامبرداس جي حوالي ڪري هيءُ لفظن جي کاڻ، ساهت جو گوهر، پنهنجي طويل زندگيءَ جي اٿاهه ڄاڻ ۽ تجربي جو نچوڙ، 'سهج ڪوش' جي صورت ۾ سنڌين کي سوغات طور ڏيئي ١١ آگسٽ ١٩٣٤ع ڇنڇر ڏينهن رب جي راه ڏانهن رمندو رهيو.

## سهج ڪوش جي اشاعت

'سهج ڪوش' جي اشاعت لاءِ وقت ٻوقت ٿيل ڪوشش بنسبت مختصر ۾ هتي لکڻ شايد بيجاءِ نه ٿيندو.

در حقيقت ماستر سهجرام 'سهج ڪوش' جي اشاعت جو ڳالهي ٻڳو ڪرچ

پنهنجي وسيعت کان مٿي ڄاڻي سنڌ سرڪار جي تعليمي وڀاڳ کي اها ڊڪشنري ڇپائڻ لاءِ التجائون ۽ عرض ڪندو رهيو ۽ نيٺ ۱۵ مئي ۱۹۲۹ع تي ڪين مڪمل دستخط منظوريءَ لاءِ سپرد به ڪيائين. ان وقت ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر خانبهادر ڪانٽرڪٽر، سرڪار جي سفارش تي حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جي پرنسپال غلام علي نانا کي ’سهج ڪوش‘ تپاسڻ جي هدايت ڪئي. ستت ئي ان ڪم لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي جنهن جا ميمبر هئا ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، غلام علي نانا، پريمچند آوتراءِ جهانگياڻي، پيرومل مهرچند ۽ محمد بخش. نهايت باريڪيءَ سان ڊڪشنري تپاسي ڪاميٽيءَ سرڪار کي سفارش ڪئي ته سرڪار ماستر صاحب کي اجوري طور ۱۰۰۰ رپيه ڏئي ۽ لغت جون ڪجهه ڪاپيون خريدي وڪري کي به همٿائي. سرڪار فيصلو ڪيو ته ماستر صاحب اول ’سهج ڪوش‘ ڇپائي پوءِ ئي ڪيس ۱۰۰۰ رپيه اجورو ڏبو. پر سهجرام اشاعت کان اڳ ئي ۱۰۰۰ رپين جي طلب ڪندو رهيو. ستت ئي مالي تنگيءَ جو عذر ڏيئي سرڪار اهو آڇيل اجورو به معطل ڪري ڇڏيو. ائين آسرن ۽ دلاسن تي ٽڳجندي ۱۹۳۴ع ۾ سهجرام وڃي ساسين سڪالو ٿيو ۽ سمورو معاملو لپ پئجي ويو.

۱۹۴۰ع ۾ سرڳواسي سهجرام جي سپتر پيتامبر داس ’سهج ڪوش‘ جي ڇپائيءَ لاءِ ڳنين لهيل ’سنڌي ادبي بورڊ‘ جو در ڪڙڪايو . پوءِ به ڳالهه نه بڻي. شايد بورڊ ان لغت ۾ پوءِ هٿ آيل ڪيترائي لوان لفظ ڳهربل جڳهين تي درج ڪري پوءِ ئي اهو ڪوش ڇپائڻ پئي چاهيو. مگر پيتامبرداس ’سهج ڪوش‘ ۾ ڪا به ڦيرڦار ڪرڻ جي نه حق ۾ هو ۽ نه آهي. سندس ويچار موجب ’سهج ڪوش‘ جيئن جو تيئن ڇپايو وڃي. باقي پوءِ مليل لفظن جو پل جدا پاڱو شايع ڪيو وڃي.

مئي ۱۹۴۴ع ۾ ’سنڌو‘ رسالي طرفان ’سهج ڪوش‘ ڇپائڻ جو تحرڪ هلايو ويو، سهڪاري مٿي تي. هڪ ڪاميٽي لهي جنهن جا ميمبر هئا : پرتاب ڏيئلداس، نرملداس گربخشاڻي، ليکراج عزيز، منوهرداس ڪوڙومل، بولچند راجپال، مڌداس شوالومل، ڏرمداس ڪتري ۽ پيتامبرداس سهجرام. ڊڪشنريءَ جو ملهه ۲۵ رپيا اشاعت کان اڳ ڪٿي گراهڪن کان اڳواٽ پيسا ورتا ويا. اهو ارادو ڪيو ويو ته ۲۰۰ گراهڪن وٽان جملي ۵۰۰۰ رپيه ملندي ئي ڇپائيءَ جو ڪم شروع ڪيو ويندو. اٽڪل ست اٺ سو رپيه جمع به ٿيا. پوءِ ان سهڪاري رٿا جو ڇا ٿيو، ڄاڻ پئجي ڪانه سگهي آهي.

۱۹۵۷ع ۾ هندستان ڪتاب گهر سان به رابطيءَ جي سوال تي ڳالهه نه بڻي.

۱۹۵۹ع ۾ ساهت اڪادميءَ اها ڊڪشنري ڇپائڻ چاهي. ان سلسلي ۾ ’سهج ڪوش‘ تپاسڻ لاءِ لعلسنگ اجواڻي ڪلياڻ آڏواڻي ۽ نارائڻداس ٻليچا کي جوابداري سونپي وئي. ان وچ ۾ ساهت اڪادميءَ ڊڪشنريون ڇپائڻ واري پنهنجي رٿا بند ڪئي ۽ هڪ دفعو وري ’سهج ڪوش‘ شايع ٿيڻ کان محروم رهجي ويو.

ساهت اڪادميءَ جڏهن پرمانند ميوارام جي انگريزي-سنڌي ڊڪشنري ڇپائڻ جو ارادو ڪيو تڏهن شري چرنداس گرسهاڻيءَ ساهت اڪادميءَ جي سيڪريٽري شري ڪرشن ڪرپالاڻيءَ کي ڊسمبر ١٩٦٨ع ۾ سهج ڪوش جي ڇپائيءَ لاءِ عرض ڪيو. سندس چوڻ تي وري جنوري ١٩٦٩ع ۾ منسٽري آف ايجوڪيشن کي پڻ لکيائين پر ڪجھ وريو ڪونه.

آخر ١٩٧٧ع ۾ پروفيسر ڊي. ڪي. منشاراماڻيءَ ان ڪم ۾ هٿ وڌو. سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ جي سنڌي وڀاڳ سان لکپڙھ هلي جا پريا ٢ ورهيه جاري رهي. نيٺ ٻئي ڌريون ڪنهن فيصلي تي پڪراءِ ٿيون. شري پيتامبرداس 'سهج ڪوش' ڇپائڻ جا سمورا حق واسطا مواد سميت، ٢٨٠٠٠ رپين ۾ آگسٽ ١٩٧٩ع ۾ سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ جي حوالي ڪيا. لغت ڇپائڻ جي ذميواري سي. ايڇ. ڊي. پاڻ تي هموار ڪئي. شري پيتامبرداس کي بروقت ٢٠٠٠٠ رپين جو چيڪ مليو. باقي بقايا جا ٨٠٠٠ رپيه کيس ڊڪشنريءَ جي اشاعت بعد ملندا.

اڄ ١٦ ورهيه لنگهڻ پڄاڻان به 'سهج ڪوش' شايع نه ٿي سگهيو آهي.

نه اشاعت جا شايد ٻه سبب آهن: - ورهاڱي بعد هت ڀارت ۾ هندي ۽ ٻين ڏيهي زبانن جي اڪيچار لفظن جي سنڌيءَ ۾ ڀرمار ٿي ويئي آهي. سهج ڪوش جا ڪيترا لفظ اڄ بلڪل واهپي ۾ نه آهن ۽ متروڪ آهن. ان ڪري سنڌيءَ جي ڪيترن ودوانن جي ويچار موجب پريا ٦٠ ورهيه اڳ واري هيءَ ڊڪشنري شايد موجوده پڙهندڙن جون گهرجون پوريون نه ڪري سگهي.

- دستخط زيرن زبرن سان سوڙهين ۽ گنتيل سٽن ۾ نهايت سنهڙي لکاوٽ ۾ لکيل آهي. ڪتاب جي پريس ڪاپي ٺاهڻ لاءِ ڪنهن عالم ۽ ڄاڻوءَ جو هئڻ ضروري آهي. وقت، دماغ، پورهيي ۽ پيسي، چئني جي درڪار آهي. اڪيشي سر ڪنهن به پبلشر لاءِ هيءُ الڪاليو ڪم ڪرڻ محال آهي. نهايت چاھ ۽ شوق رکي ايندڙ هر پبلشر دستخط ڏسي ٿهي ٿو وڃي.

نتيجي طور ڊڪشنري ٻنان ڇپجڻ جي ائين ئي پيئي آهي. سنڪٽ صرف ڪاٺيءَ جي وهاڻ ۾ ئي نه پوندا آهن. وقتي سهڪلي ۽ بي عيب ڪنيا به مائٽن جي لاپرواهيءَ سبب وقت سر لائق جيس نه ملڻ سبب وري ڪان وانجهجي ويهجي ويندي آهي.

## ماستر سهجرام جون چونڊ رچنائون :

### ٻال گيت :

#### ١. ڏاٽيءَ جي وڏائي

آڳا تنهنجيون لک ڀلايون،
ٻاهر چوڻ کان ٿيون چڱايون.

حاضر سڀڪنهن هنڌ رهين،
ساري جڳ جي سڌ لهين.

ڏوھ اسانجا تون بخشين،
ڪريون اسين، سو سڀ ڏسين.

سج، چنڊ تارا، ڌرتي ٻاهه،
اڀ پاڻي وڻ، پوکون واهُ.

گل ڦل سهڻا ميوا مال،
هفتا مهنا ٺاهيئه سال.

گرمي سردي راتيون ڏينهن،
مندون ٺاهيئه ماکون مينهن.

ڳجهه تنهنجي جي توکي ڪَل،
ٻئي ڪنهنکي ڪانهي اٽڪل.

ڇڱو جهڙءِ ٻيو ڪو ناهه،
سنڌءِ وڏائي جڳ ۾ آهه.

چوان وڏائي تنهنجي مان،
ڳُڻندي کين ڪئي مون ٻان.

چت ۾ ڏينم چڱي مت هاڻ،
ڳڻ تنهنجا ڳايان دل ساڻ.

(دستخط تان)

## ٢. نصيحت

اٿو ننڊ مان ٻار ساجهر سوير،
ڏندڻ، منهن ڌوئڻ کان نه ڪريو اوير.

ڪتاب ۽ لٽا ٻت رکو پيا سٺا،
الهن تي ڪريو کين ميرا چٽا.

ڳسايو نه سڪول کان هڏ اوهين،
نمبر ۾ نه پٺتي پئو هڏ توهين.

ٻڌائي ڏنل ڪم، ولو ٻيا نوان،
ڏئي ماستر مت، ٻڌو ڌيان سان.

ڪڏهن ري ٻڇي کين ورلدي ڏجي،
ادب ماءُ استاد پيءُ جو ڪجي.

ڳالا، ڪوڙ، کيٽو ۽ ڪاوڙ مندي،
ڇڏيو هير ڳارين ۽ چغليءَ سندي.

مٺائيءَ منجهان ترت جاڳي ملو،
ڇَٽو کين ڪريو، سنڀالي هلو.

گھٽو ۽ ڳرو ڪاچ ڪائو نه مور،
متان ٿيو اگھا ۽ ڪري پيٽ سور.

اگھا ٿيو ته ڪوڙي دوا ڪي پيو،
مٺائي منجهان چاڪ ڪو ڪونه ٿيو.

ملي واندڪائي سنڀاليو ڏٺي،
ٻٽندي اها ڏٺيءَ ڪي وٺي.

(دستخط تان)

## ٣. هفتي جا ڏينهن

سومر سگھو اٿي سوير،
ڪم ڪرڻ ۾ ڪر نه دير.

منگل مور نه وڙه ڪنهن سان،
ٻول مٺو پيو جنهن تنهن سان.

ٻڌر ٻاجهه ديا تون ڌار،
مفت ڪنهين کي مور نه مار.

وسپت واتان سچ الاءِ،
ڪوڙ نه ٻول ڪڏهن ڪنهن جاءِ.

جمع شڪر ڪر سائينءَ جو،
تان ٿيئي نه جوکو پائيءَ جو.

ڇنڇر ڇيه نه ڪنهن سان ڪر،
'مڙيو جڙيو' تون دل تي ڌر.

آڇر عيب نه ڏس ڪنهنجو،
ڏک ڏيکجانءِ تون جنهن ڪنهن جو.

(دستخط تان)

## ٤. سڀ ۾ ڀلائي

راجا ڪنهن ٿي الب ڇليو،

ڪپ سان سندس هٿ وڍيو.

چيو وزير تہ ڀولو ناهہ،
ان منجھ بہ ڪا ڀلائي آهہ.

راجا ويلو هو ڏمريو،
تنهن وزير کي قيد ڪيو.

هڪ ڏينهن راجا ٿيو تيار،
ڪرڻ اڪيلو ويو شڪار.

ٽپڻ لڳو ٽي ڏينهن جڏهن،
وڻ جي ڇانو ۾ سمهيو تڏهن.

جنڙن جو ڪو ات سردار،
ڪوڙه ڪون ٿيو هو سو بيمار.

ڏس مليس تان هٿ ڪر ڪو،
چاڪ هجي جو ماڻهو سو.

دوا انهيءَ مان عمدي لهندي،
بيماري پڻ تنهنجي لهندي.

تنهنتي ڳولا هلي گهڻي،
راجا کي ويا جِن کڻي.

وڍيل ڏٺائون هٿ تنهنلاءِ،
وري ڇڏي ويس ساڳي جاءِ.

هٿ نہ وڍيل هو ان جو جي،
ڪين ڇڏن ها جِن تنهنکي.

ڪڍي وزير کي قيد منجهان،
چيائين صدقي ڏٺيءَ تيان.

ڏٺي جوڙي تو پڻ جيڪا
چڱي بلاشڪ آهي سا.

(سنڌي پهريون ڪتاب)

## ۵. ڪڙمي

ڪڙمي پوکي جي نہ ڪري،
بک ۾ سارو جڳ مري،
طرح طرح جا ان نہ ٿين،
گل ڦل ميوا ڪٿان اچن!
پوکڻ جو ڪم سکي ڏسو،
ڪاٻٽ ڪنهن شيءِ جي نہ پسو.

وڻ ٻنيءَ ۾ جي نہ هجن،
ڪپڙا جيڪر ڪئن لهن!
ٻت کي ڍڪيون ڇا سان ڪر
سگهو ڏئي ڪو اها خبر.
پوک-سکيا جي وٺي ڏسو
ڪنهن شيءِ جي نہ اٽاٽ ڏسو.

ٺئي نہ وٺن ڏاران سٽ،
ڪاريگر جو هنر ئي ڪٽ،
هنر بہ شيءِ ڏاران نہ هلي،
پوکڻ ڏاران ڪم نہ هلي.
آهہ ڀلو ڪم پوک سکڻ،
وڏو رسي ٿو ان مان گڻ.

سره ءِ ڄاڻپي جو تيل،
ٻاراڻي مکيون آئيءَ ويل،
ڪڙمي کيتي جي نہ ڪري
ساري جڳ کي ڪين سري.
هنر نہ ٻجهڙو آهي ڪو،
پر بہ نہ مٽ ڪو کيتيءَ جو.

ڪڙمين ڏاران سرندي ناهہ،
ڪڙميءَ کي سان خبر نہ آهہ،
ڪڙميت بيشڪ آهہ هنر،
سکي ولو ٿان ٿئيو قدر.
پورهيت ڪڙمي رهي سکي،
ڪڏي نہ ان لاءِ رهي دکي.

(دستخط مان)

٧. تارا

واه! ڙي تارا، گول تارا!!
روشن تارا، چلڪي وارا!!

سانجهيءَ ٽاٽي نڪرو ٿا،
اُڀ سڄي ۾ پکڙو ٿا.

چلڪو چمڪو ساري رات،
ڪجي اوهانجي ڪهڙي بات.

رات لنگهي يا باقي ڇا،
اوهين ٻڌايو وات اها.

جوت اوهانجي جي نه هجي،
وائڙو ڪر وات منجهي.

(سنڌي پهريون ڪتاب)

## ڪافيون :

ا

ڇو ٿو مون کي يار سڪائين سڪائين،
پرين پنهنجو پاڻ نه پسائين.

١. دونهينءَ درد جون دل ۾،
اڃان به تو مچ مچائين مچائين.

٢. عاشق ماندو سڀ جان،
محبت مينهن نه وسائين وسائين.

٣. رقيبن جي راءِ تي،
گهايل کي ڇو گهائين ڙي گهائين.

٤. 'سهجو' حجت ڇڏ تون،
پاڻ نه در تي ڪپائين ڙي ڪپائين.

(تصوير-ڊسمبر ١٩٥٧ع)

مشتاقن کي ڪين مارجي،
اڃي گهڙي ۾ گهايل وٺ ويهي گهارجي.

١. راتيون ڏينهان جيڪي، در اتي حاضر،
خيال انهن مٿان، ڪئين ڌارجي.

٢. عشق جي بحر ۾، غوطا جو کائي،
ٻيڙي ٻانهن ڏيئي، تنهنکي تارجي.

٣. باه برہ جا، جوش سنا جنهن،
پريت پاٽيءَ سان تنهنکي ٺارجي.

٤. 'سهجو' صحبت رکجي جنهن سان،
جان جُسو ان پنيان ٻارجي.

(قليلي-آڪٽوبر ١٩٤١ع)

## مداح

ٿ

ٿلهو آيس، ٿلهو ويندس دنيا مان،
ڪکرمي تي ڪمايم ڏن دغا سان،
نه گهٽ قارون کان رهيس طمع ۾،
هينئر توفيق تون ڏي، مون ڪئي بان.
ڏٿي منهنجا بندي جو تيءُ وسيلو،
نه ٻيو منهنجو وسيلو ۽ جسيلو.

جهه

جهنگل ۾ هيڪلو ويندم ڇڏي سڀ،
لنبا ڏيئي اگن سان ٻت گڏي سڀ،
پريت ۽ پوت سمجهي ٿرت ڪيندم،
مٿان مون کي ڪٽي ويندا تڏي سڀ.
ڏٿي منهنجا بندي جو تيءُ وسيلو،
نه ٻيو منهنجو وسيلو ۽ جسيلو.

ڏ

ڏکن ۽ ڏاکڙن کان پيس اوجھڙ،
تيس گمراه تڙ کان ويس اوتڙ،
ڪريانٿو وينتي سالاه اوکڙ،
ڪرين هيڙو سُتڙ، آنءُ لام تو لَڙ.
ڏٺي منهنجا بندي جو تيءُ وسيلو،
نہ ٻيو منهنجو وسيلو ۽ جسيلو.

ق

قرابت جن ڪي تنهنجي آهہ حاصل،
سدا آهن اهي تو ساڻ واصل،
وصالان وچ اٽڪ مون ڪي اٿائو،
ملائج محر سان ملاح ڪامل.
ڏٺي منهنجا بندي جو تيءُ وسيلو،
نہ ٻيو منهنجو وسيلو ۽ جسيلو.

گهتايل (دستخط تان - ٢٧ آگسٽ ١٩٠٤ع)

## مدد ڪتاب :

هيءُ ليک لکڻ لاءِ اڪيچار پراڻن رسالن ۽ اخبارن جي مدد ملي. اخبر تعليم، قليلي، سندو، مهراڻ، تصوير ۽ ٻين اخبارن ۽ مخزنن مان ڪي قدر مواد مليو. هندواسيءَ ۾ شري چرنداس گرسهاڻيءَ ۽ گوپالداس گربخشاڻيءَ جي ليکن بہ ڪافي مدد ڪئي.

سڀ کان گهڻو ۽ وشواس جوڳو مواد ۽ احوال ماستر سهجرام جي سپتر پيتامبرداس وٽان مليو. هو صاحب پيرسن اوسٿا ۾ عليل طبيعت جي باوجود ڪالڪن جا ڪلاڪ لڳاتار منهنجي سوالن جا جواب ڏيندو رهيو. سندس سهڪار کان سواءِ هن ليک جي رچنا ممڪن نہ هئي.

(ص. ب.)

## ماستر سهجرام جي ڪتابن جي فهرست :

| | | |
|---|---|---|
| ٠١ | پليگ مثنوي | ڇپيل |
| ٠٢ | طوطي نامو | ڇپيل |
| ٠٣ | تاريخ سند (سوالن جوابن ۾) | ڇپيل |
| ٠٤ | هُديہ العاشقين رسالہ قوت باد | ڇپيل |
| ٠٥ | الک آراڌنا | ڇپيل |
| ٠٦ | گرامر (سوال جواب) | ڇپيل |
| ٠٧ | پرائمري ڪلاسن جي ڪتابن جون معنائون | ڇپيل |
| ٠٨ | هديہ اللغات (سنڌي-پارسي ڊڪشنري) | اڻڇپيل |
| ٠٩ | گهرو ٽوٽڪا | اڻڇپيل |
| ٠١٠ | ثُريا آنند | اڻڇپيل |
| ٠١١ | شرح ديوان-گل | اڻڇپيل |
| ٠١٢ | خالصا ڌرم جو اصول | اڻڇپيل |
| ٠١٣ | سنڌي پهاڪا | اڻڇپيل |
| ٠١٤ | سنڌي اصطلاح | اڻڇپيل |
| ٠١٥ | شاعرانہ گل (شعر) | اڻڇپيل |
| ٠١٦ | انگي حساب (٢ ڀاڱا) | اڻڇپيل |
| ٠١٧ | حسابي اصول | اڻڇپيل |
| ٠١٨ | ڪوڪ شاستر | اڻڇپيل |
| ٠١٩ | سهج ڪوش | اڻڇپيل |

